# هلوهلون اسڪول

ٻاراڻي شاعري

زيب نظاماڻي





سنڌي ادبي بورڊ

# هلو هلون اسڪول

## ٻاراڻي شاعري

**زيب نظاماڻي**



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو، سنڌ
2018ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | جون 2013ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٻيو | نومبر 2016 | تعداد 3000 |
| ڇاپو ٽيون | آگسٽ 2018 | تعداد 2000 |




قيمت: ٽي سؤ روپيا

(Price: Rs. 300)

ڪلر لي آئوٽ ڊزائينر

سيد سڪندر علي شاهه ۽ سيد مير علي شاهه ڪاظمي

مشين مين: سيد علي رضا شاهه

خريداري لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)

Email: sindhiab@yahoo.com

www. Sindhiadabiboard.org

---

هيءُ ڪتاب پيڪاڪ پرنٽر ڪراچيءَ مان الهنٽو وگهيو سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو ڇپرائي پڌرو ڪيو

# فهرست


• ڇپائيندڙ پاران ........ 5
• مهاڳ ........ 6
• هاڻ راڻ ........ 9
• پنهنجي پاران ........ 10
• ارپنا ........ 11
الله سائين ........ 13
اسان ڪير آهيون ........ 14
هلو هلون اسڪول ........ 15
السلام عليڪم ........ 16
سنڌي ٻوليءَ جا ٻاونجاهه اکر (الفابيٽ) ........ 17
گيت ........ 22
اکيون، ڪن، نڪ، زبان ........ 23
صفائي سُٿرائي ........ 24
پينسل ........ 25
گهنڊ وڄو ........ 26
هفتي جا ڏينهن ........ 27
اسلامي مهينا ........ 28
عيسوي سال جا 12 مهينا ........ 29
سگنل جا رنگ ........ 30
زيبرا ڪراسنگ ........ 31
انگ ........ 32
رياضيءَ جون نشانيون ........ 33
پيارو پاڪ وطن ........ 34
پنهنجو جهنڊو ........ 35
نگر نگر جو سير ........ 36
راند رنگن جي ........ 37
ننڍڙي گُڏڙي ........ 38
چار ۽ پيرون ........ 39
آڪاٽي ........ 40
ماما گُلو ........ 41
سون سون پاڻي ........ 42
لغڙ ........ 43
ريل ........ 44
ڪمپيوٽر ........ 45
سيل فون (موبائيل) ........ 46
تارا ........ 47
ڌرتي ........ 48
روشني ........ 49
هوا ........ 50
پاڻي ........ 51
وسڪارو ........ 52
ڪارڙو ڪُمارڙو ........ 53
مُندن جو گيت ........ 54
ٻولين ٻول ........ 55
ماڪوڙيون ........ 56
ماڪيءَ جي مَک ........ 57
ڪانءُ ڪانگ ........ 58
ڪاڻ ڪٿڇي ........ 59
پَلو ........ 60
پوپٽ ........ 61
ٽانڊاڻو ........ 62
وڻ لڳايون ........ 63
انـب ........ 64
شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ ........ 65
پنکي ........ 66
علـم ........ 67

# ڇپائيندڙ پاران

هيءُ ڪتاب ”هلو هلو اسڪول“ سنڌي ٻاراڻي ادب جي مانائتي شاعره محترم زيب نظاماڻيءَ جو ٻاراڻي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ پاڻ انتهائي سهڻي انداز ۾ سنڌي سڀاجهڙن ٻارڙن لاءِ وندر ورونهن تي مشتمل معياري، معلوماتي، دلچسپ ۽ نصيحت ڀَريا نظم لکي ٻاراڻي ادب ۾ اضافو ڪري پاڻ ملهايو آهي. جيئن ته ٻار هر قوم جو آئيندو ٿين ٿا. تنهنڪري انهن جي تربيت، تعليم ۽ تحفظ ڪرڻ نه رڳو والدين ۽ رشتيدارن جو فرض آهي، پر اداراتي سطح تي به ان سلسلي ۾ سنجيدگيءَ جي ضرورت آهي. اهوئي سبب آهي جو اسان جا سرڪاري توڙي نيم سرڪاري ادارا به وطن جي ٻارڙن جي ترقي ۽ نشونما ڪرڻ پاڻ تي تي فرض سمجهن ٿا.

سنڌي ادبي بورڊ پاران خصوصي طور ٻاراڻي ادب جي ترقي ۽ اشاعت لاءِ نهايت تيزيءَ سان عمل تي رهيو آهي. هيءُ ڪتاب ”هلو هلو اسڪول“ انهي نئين رٿا جي اسڪيم جو اهم حصو آهي. زيب نظاماڻي صاحبه جي ٻاراڻي شاعريءَ جي هِن مجموعي ۾ جتي سنڌ جي مختلف جيوت جي جهلڪ نظر اچي ٿي ته اتي ٻهراڙي جا تجربا ۽ مشاهدا به نظر اچن ٿا.

ٻاراڻي شاعريءَ جي هن ڪتاب پڙهندڙن ۾ وٽ سٺي مڃتا ماڻي آهي ۽ پڙهندڙن طرفان ڪتاب جي گهُر مسلسل ٿيندي ٿي رهي. هاڻي هن ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو آءٌ پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ اداري طرفان شايع ڪري سُرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان. جنهن لاءِ آئون جناب مخدوم جميل الزمان صاحب چيئرمن سنڌي ادبي بورڊ، جو تهدل سان شڪر گذار آهيان، جنهن پنهنجي مفيد مشورن سان منهنجي رهنمائي ڪئي آهي.

اميد آهي ته، اسان جو هيءُ پيار پريو پورهيو ٻاراڻي ادب سان دلچسپي رکندڙن وٽ ماڻ لهندو.

الهڏتو وگهيو
سيڪريٽري

05- ذي الحج 1439هه
17- آگسٽ 2018ع

# مهاڳ

## ”ٻاراڻي شاعريءَ جي راڻي، زيب نظاماڻي“

عالمن جو چوڻ آهي تہ ٻوليءَ ۾ نثر کان اڳ نظم جنم ورتو. منطقي طور تي اها ڳالهہ واجبي نظر اچي ٿي. انسانذات اشارن ۽ بي مطلب آوازن مان اڃا جان نہ ڇڏائي هئي، تہ ان وقت بہ هن درد جي پيڙا ۽ خوشيءَ جي خوشبوءِ کي محسوس ڪيو هيو. جيڪڏهن انسان کي ڳالهائڻ نہ ايندو هو تہ دل کولي روئڻ ۽ کلڻ ضرور ايندو هو. اهو روئڻ ۽ کلڻ ئي تہ شاعريءَ جو روح آهي.

جڏهن جوين جواني کي پهتل ڪنهن جوڙي هڪبئي کي ڏنو ۽ مجيو تہ ”گيتن“ جنم ورتو جڏهن ڪنهن ماءُ جي جهولي سائي ٿي ۽ ٻار جنم ورتو تہ ”لولي“ وجود ۾ آئي. شاعري ائين سرجڻ شروع ڪيو. مرد پنهنجي ڪمن ڪارين ۾ مصروف رهيو ۽ عورت ماءُ جي روپ ۾ پنهنجي ٻار کي وقت ڏنو. ايئن ماءُ جي جهولي ۾ لوليءَ، ٻوليءَ ۽ انسان جي پالنا ٿي. ان ڪري هڙ چوڻ سورنهن آنا سچ آهي تہ شاعريءَ ۽ عورت جو روح ساڳيو آهي. عورت نہ هجي ها تہ شاعري هن وقت تائين بانبڙا بہ ڪونہ پائي سگهي ها. اڄ جو اسان شاعري کي انساني امنگن، احساسن ۽ جذبن جو ترجمان چئون ٿا. تبديلين ۽ انقلابن آڻڻ جو مؤثر ذريعو چئون ٿا، اهو سڀ ڪجهہ عورت ذات جو مرهون منت آهي. عورت، جيڪا مرداڻي سماج ۾ ”اڌ ڪائنات“ آهي. اها شاعريءَ جو مڪمل جهان آهي. عورت ذات شاعريءَ جو باعث ۽ پرجهلو آهي، بلڪ عورت خود شاعري آهي ۽ رهندي.

منظم نموني سان شاعريءَ جي ابتدا عورت ذات ڪئي ۽ ٻار ان جو موضوع رهيو. ان ڪري ”ٻاراڻو ادب“ نہ فقط مجموعي علم ادب جو بنيادي، ابتدائي ۽ اڳاٽو روپ آهي، بلڪ روح بہ آهي. جنهن ٻوليءَ ۾ ”ٻاراڻو ادب“ نٿو سرجي، اها ٻولي ۽ ان جو ادب ”داخليت پسند“ تہ ٿي سگهي ٿو ليڪن انساني ۽ قومي امنگن ۽ احساسن جو ترجمان ٿي نٿو سگهي. اهڙو ادب هر فرد جي انفرادي ڪهاڻي تہ ٿي سگهي ٿو ليڪن اجتماعي، قومي، انساني ۽ لافاني رنگ وٺي نٿو سگهي. جنهن ٻولي ۾ ”ٻاراڻو ادب“ گهڻو سرجندو، اهو ٻارن کي پنهنجي ٻولي، شاعريءَ ۽ مجموعي ادب کي محبت ۽ خدمت واري پيچري تي آڻي بيهاريندو، هن کي پنهنجي ڌرتي ۽ سماج جي آدرشن، اصولن ۽ نظرين جي ويجهو آڻيندو ۽ ٻار ۾ قومي، سماجي ۽ ثقافتي تشخص پيدا ڪندو.

سنڌيءَ ۾ جڏهن ”لوڪ ادب“ جي شروعات ٿي تہ ان ۾ ”ٻاراڻي ادب“ جي ويجهہ واڌاري جي گنجائش بہ رکي وئي. آکاڻيون، ڪهاڻيون ۽ ٻيون نثري صنفون ان ڳالهہ جي شاهدي ڏين ٿيون.

انگريزن جي زماني ۾ جڏهن 1853ع ۾ لپي سڌاري وئي ۽ جديد انداز سان ڪتابن لکڻ پڙهڻ جو رواج پيو تہ اسان جي بزرگ اديبن ڪاڪي ڪوڙيمل چندنمل کان وٺي ويندي مرزا قليچ بيگ تائين سمورن ناميارن قلم ڌڻين ”ٻاراڻي ادب“ تي خاص توجہ ڏنو. اهڙي ڪاوشن ۽ اهڙي ”ٻاراڻي ادب“ هڪ اهڙي نسل کي جنم ڏنو جنهن زندگي جي ٻين شعبن ۾ تہ ڪمال ڪري ڏيکاريو پر ڌارين انگريزن کان ملڪ بہ ڇڏائي ڏيکاريو انگريزن

تہ بندوق جي زور تي اسان جي وڏڙن کان ملڪ کسيو پر هنن قلم جي بندوق سان، ڪنهن وڏي خون خرابي ڪرڻ کان سواءِ انهن کان ملڪ واپس کسي ورتو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ "ٻاراڻو ادب" اسان لاءِ "ضرورت" بدران "شوق ۽ ذوق" جو سامان بڻجي ويو. اهڙين ماٺار وارين حالتن ۾ ڪي دوست اونداهي ۾ لاٽ ٻاري ويٺا آهن. انهن مان "زيب نظاماڻي" بہ هڪ آهي.

مونکي اهو اعزاز حاصل آهي تہ مون سنڌيءَ ۾ سڀ کان اول ٻاراڻي ادب تي "فيروزه سما" کي ايم فل ڪرائي. ان ڪري پاڪستان قائم ٿيڻ کان وٺي اجوڪي ڏينهن تائين "ٻاراڻي ادب" جي تخليق، ترويج، موضوعن ۽ اثر پري تي ڪنهن حد تائين گهري نظر رهي آهي. انهي پس منظر ۾ آئون جڏهن "زيب نظاماڻي" جي هن قلمي ڪاوش کي ڏسان ٿو تہ اسان جي هي شاعره مون سان گڏ ڪيترن نقادن کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪري، اسان جي دلين ۾ هڪ ماناڻتي جاءِ والاري ويهي ٿي. اسان ڪاڪي ڀيرومل، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ ۽ ٻين اهڙن شاعرن جا بيت پڙهي جوان ٿياسين. انهن بيتن مان جيڪو مزو رس ۽ چس مليو جيڪو لاپ پرايو سون، اهو "زيب نظاماڻي" جي بيتن ۾ بہ مون کي محسوس ٿئي ٿو. ان ڪري مان هيئن چوندس تہ "زيب نظاماڻي" جي هي ٻاراڻي شاعري ماضيءَ جو پڙاڏو حال جي گونج ۽ مستقبل جو آواز آهي. "زيب نظاماڻي" جو هيءُ ڪتاب هر وجہ سان تعليمي اسڪيم ۾ "اضافي مطالعي" واري ڪتاب طور شامل ڪري سگهجي ٿو. بلڪ منهنجي صلاح تہ اها آهي تہ هن ڪتاب کي غير سرڪاري ۽ نجي تعليمي ادارا پنهنجي نصاب ۾ شامل ڪن. چو تہ "زيب نظاماڻي" شعوري طور تي پنهنجي ذات جي اها صلاحيت ڏيکاري آهي. جنهن ذريعي ٻار جي ذهني ۽ فڪري تربيت ڪرڻ آسان ٿي پئي ٿو.

"زيب نظاماڻي" جي هن ٻاراڻي شاعريءَ ۾ ٻار جي تربيت لاءِ هر رنگ موجود آهي. هن ۾ اخلاقيات کي موضوع بڻايو ويو آهي ۽ دين اسلام کي بہ ڏسو تہ ڏٺي پاڪ جو تصور ڪيئن ٿي پيش ڪري:

پکي پکڻ انسان ۽ حيوان،
بڻايو جنهن آ سارو جهان
مندون ٺاهي مينهن وسائي،
ڌرتيءَ مان جوان اُپائي

"زيب نظاماڻي" شاعريءَ تي تہ مهارت رکي ٿي، پر هن جي قلم جي لوچ شاعريءَ ۾ نت نوان تجربا بہ ڪري ٿي. ڏسو "الفابيٽ" سکڻ ۽ سيکارڻ جي هوءَ شاعريءَ ۾ ڪين ٿي ڏانءُ ڏئي:

ا: اک، ب: بدڪ
سهڻا سهڻا پڙهون سبق

هتي جيڪڏهن "زيب نظاماڻي" "ا" بدران "الف" لکي ها ۽ "ب" بدران "بي" لکي ها تہ پوءِ هي سنڌس شاعري نہ فقط "ٻاراڻي شاعري" نہ رهي ها، بلڪ ان جي تعليمي ۽ تدريسي اهميت بہ ختم ٿي وڃي ها. ڇو تہ ٻار کي "ا" سيکارڻو آهي، ۽ اهو ئي سنڌس سکڻ جو پهريون ڏاڪو آهي. "بي" ڪيس ٻي ڏاڪي تي پهچڻ کان پوءِ پڙهڻي ۽ چوڻي آهي. ڇو تہ پهريان "حرف" سکيا تہ پوءِ "لفظ" ناهڻ ايندا. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ زيب نظاماڻي جي شاعري تعليمي طريقن ۽ درسي روين جي بنهہ مطابق آهي.

زيب نظاماڻي جي شاعريءَ ۾ جتي سنڌ جي حيواني جيوت جي جهلڪ نظر اچي ٿي، اتي ٻهراڙيءَ جا تجربا ۽ مشاهدا بہ نظر اچن ٿا. شهري شهزادن کي ڪهڙي خبر تہ "ٽانڊاڻو" ڪهڙي بلا جو نالو آهي. پر جڏهن سنڌس انهي موضوع تي لکيل شاعري پڙهجي ٿي تہ ٻهراڙيءَ جي ٻار وانگر شهري ٻار جي "ٽانڊاڻي" سان ڄاڻ سڃاڻ ۽ دوستي ٿي وڃي ٿي

ٻُٽ ۾ آهي بخمل جهڙو
نرم ائين جيئن مخمل جهڙو
وسڪاري ۾ ورندو آهي،
اُڏامي اُڏامي ٻرندو آهي.

زيب نظاماڻيءَ جي هن بهترين تخليق تي هڪ الڳ ورڪشاپ سڏائي، ان جي فني فڪري خوبين ۽ نواڻ تي گهڻو ڪم ڪرائي سگهجي ٿو. هي مون طرفان هڪ مختصر تعارف آهي، محترمہ زيب نظاماڻي لاءِ خلوص جي پيٽا طور اها پيٽا ان لاءِ آهي تہ هن هڪ برجستي شاعره جي حيثيت ۾ اهم موضوع سان انصاف ڪيو آهي، جنهن لاءِ هن ڪيرون لهڻيون.


ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ
باني
گل حيات انسٽيٽيوٽ
خير محمد آريجا، تعلقہ باقراڻي، ضلعو
لاڙڪاڻو
www.gulhayat.com

# هاءِ-راءِ!؟



هلو هلون اسڪول!

ڇو هلون اسڪول؟

پڙهڻ لاءِ ٻيو ڇا؟

ڇا پڙهندا سين؟

علم!

ڪهڙو علم؟

تدريسي علم!

تدريسي علم ۾ ڇا ڇا هوندو؟

سڀ ڪجهه هوندو!

مثال طور؟

52 اکرن تي 52 نظم:

هي تہ بنهين نئين ڳالهہ آ!

اهو وري ڪيئن؟

اهو وري هيئن تہ: آواز/اُچار ۾ هڪ جهڙن ڪ-ق پر معنيٰ ۾ منفرد ادب جي ٻن شخصيتن. گهڻو اڳ ٻارن لاءِ تدريسي نظم لکيا. بعد ۾ وڏو خال پيدا ٿيو. اُڙين تڙين... ان خال کي پرڻ لاءِ پتر گڏ ڪيا. تہ تراڻي ٿيو پر خال نہ پريو پر وڏي وٿ ڪانپوءِ ساڳيو ناريءَ جي ناڪيليءَ جهڙو ٻسو خال هڪ مائي مڙسي ڪري موتين سان پري ڇڏيو. پر پاڻ پُري پئي!

هن مائي کي زيب ڏنو تہ هو تدريسي نظم لکڻ جو بار پنهنجي دل ۽ دماغ. ڪاغذ ۽ قلم. سوچ ۽ لوچ تي کڻي. هن اهڙو بار مانيٽي اوني جهڙي ماٺ اختيار ڪري ڪنيو. نيٺ وڪر گڏ ڪري پري هيٺ لاهي آسيس وٺڻ لاءِ ڪنڌ مٿي ڪيائين تہ ساڳي مائي "زيب نظاماڻي" جي صورت ۾ نظر اچڻ لڳي.

علم. ادب فن جي حوالي سان "زيب نظاماڻي" کي تہ هر ڪو سڃاڻي. پر سندس سرجيل نظمن جو ڳٽڪو "هلو هلون اسڪول" پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿيندو تہ "زيب نظاماڻي" ساڳي وقت پنهنجي خوبصورت نظمن ذريعي جديد سنڌ جي ٻہ سڃاڻپ. اڏڻ هارن هٿان ڪرائڻ ۾ سوڀاري ٿي وئي آهي.

**اسرار شام**

ٽنڊو ڄام

02_08_2012

# پنهنجي پاران

هڪ استاد ۽ هڪ ماءُ جي حيثيت ۾ ٻارڙن جي تعليم ۽ تربيت ڪارائتي ۽ اثرائتي نموني سرانجام ڏيڻ جي ڏس ۾ ٻارن جي نصاب ۽ نفسيات کي آڏو رکي بنيادي درجن لاءِ مددي مواد جي صورت ۾ هي نظم تخليق ڪيا اٿم جيڪي تدريسي عمل جو حصو بڻجي ٻارن جي ذهني اوسر ۽ تخليقي صلاحيتن کي وڌائڻ ۽ اڀِتي آڻڻ ۾ مددي ڪردار ادا ڪندا. هن ڏس ۾ "هلو هلون اسڪول" جي عنوان سان هي ڪتاب اثرائتو ۽ ڪارائتو ثابت ٿيندو. هن ڪتاب کي شايع ڪرڻ جي ڏِس ۾ جن مهربان ادب دوست دانشورن ۽ معاشري جي ذميدار شخصيتن منهنجو ساٿ ڏنو انهن ۾ محترم جناب نظر محمد ڳاهو صاحب ۽ جناب الطاف اثيم صاحب جن وقت بہ وقت منهنجي هن تخليقي مواد کي شايع ڪرائڻ لاءِ اتساهيو ۽ همٿايو ۽ منهنجي حوصلا افزائي ڪندا رهيا. آئون ٿورائتي آهيان جناب ڊاڪٽر دُرمحمد پٺاڻ صاحب جن جي، جن پنهنجي قيمتي وقت مان مون لاءِ ٻہ چار گهڙيون ڪڍي هن ڪچي ڦڪي قلمي پورهئي تي پنهنجي قيمتي راءِ ڏئي سچ تہ مونکي لوهہ مان سون بڻائي ڇڏيائين. آئون نهايت ٿورائتي رهندس محترم جناب اسرار شام صاحب جي جنهن ٻارن جي ادبي اوسر ۾ پنهنجي پوري زندگي وقف ڪري ڇڏي آهي ان منهنجي هن ڪتاب تي پنهنجي قيمتي راءِ لکي ڄڻ تہ مونکي هن قلمي پورهئي جو اجورو ادا ڪري ڇڏيو آهي. آئون دل سان دعاڳو آهيان پنهنجي پياري علمي ادبي پٽ عبدالزمان ڪنير جي جنهن منهنجي هنن نظمن کي نہ رڳو سهڻي انداز ۾ ڪمپوز ڪيو پر سندن بر ميچ خوبصورت، رنگارنگي چٽر ڪاري جا رنگ پڻ چٽيا. آئون انتهائي ٿورائتي آهيان سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري محترم الهڏتو وگهيو ۽ سندس ڪارڪنن جي جنهن منهنجي هن قلمي پورهئي کي ڪتابي صورت ۾ آندو.


پاران:

**شاعره زيب نظاماڻي**

حيدرآباد، سنڌ

zebnizamani@yahoo.com

cell: 03332663407, 03003007328

# ارپنا

- ❖ پنهنجي منڙي امڙ سنڌ ڌرتي جي ٻارڙن جي نالي، جن جي ٻاتن ٻولن مونکي لکڻ لاءِ اُتساهيو.
- ❖ پنهنجي جيجل ماءُ "ارباب زادي" جي نالي جنهن مونکي جنم ڏنو ۽ پهريون لفظ چوڻ سيکاريو.
- ❖ پنهنجي پياري بابا سائين "غلام رسول نظاماڻي" جي نالي جنهن مونکي تعليم ڏياري علم ادب جي ساڃاهه ڏني.
- ❖ پنهنجي انهن سيني استادن جي نالي جن مونکي پهريون اکر پڙهڻ سان گڏوگڏ علم ۽ شعور ڏنو.
- ❖ پنهنجي محبوب هستي "شهيد محترمه بينظير ڀٽو (پنڪي)" جي نالي جنهن جي ڏاهپ ۽ بهادري مون ۾ اتساهه ۽ سگهه پيدا ڪندي رهي ٿي.
- ❖ پنهنجي ديس جي سيني استادن جي نالي جن جي محنت ۽ جدوجهد سان ڌرتيءَ تي سدائين علم جا ڏيئا ٻرندا رهندا.

# الله سائين



پيارا منڙا سڀاجها سائين.
جوڙيا جوڙ الله سائين.

ڌرتي جبل ۽ سمنڊ سارا،
چمڪايا تنهن سج چنڊ تارا.

پکي پکڻ انسان ۽ حيوان،
بڻايو جنهن آ سارو جهان.

مندون ٺاهي مينهن وِسائي،
ڌرتي مان جو انَ اپائي.

ٻاجهه ڀريو آ نالو پيارو
هر دل جو آ سو ئي سهارو.



عرض هي منهنجو شال اگهائين،
علم ڏين ۽ سمجهه وڌائين.

پيارا منڙا سڀاجها سائين،
جوڙيا جوڙ الله سائين.

# اسان ڪير آهيون؟



شڪر آهي الله جو انسان آهيون.
ڪريون ٿا فخر سڀ مسلمان آهيون.
ڪيو جنهن آ پيدا ساري جهان کي،
جبل سمنڊ نديون زمين آسمان کي.
آهي پاڪ الله جنهن تي ايمان آڻيون،
آهي واحد الله سيئي ٿا سڃاڻون،
ڪيا جنهن پيدا نبيّ ۽ پيغمبرّ،
ڪئين رهنما ۽ ڪئين آيا رهبر،
سين ڪان پهريون حضرت آدم نبيّ آ،
سچائي جي تعليم انهيءَ ڏني آ.
منو پاڪ نالو محمدؐ آخر زمان جو،
ڏنو جنهن آ پيغام دين و دنيا جو،
لٿو جنهن تي الله جو قرآن آهي،
اهوئي تہ اسلام جو فرمان آهي،
سچا سي سُخن آءُ پاڻ سڃاڻون،
پڙهي پاڪ ڪلمو ٿا دين کي ڄاڻون.



# هلو هلون اسڪول

هلو هلون اسڪول ادا وو
هلو هلون اسڪول
هلو هلون اسڪول ادي وو
هلو هلون اسڪول

اُجرا اُجرا ڪپڙا پائي
سليٽ ڪتاب ۽ ڪاپيون ٺاهي
پاڪ وطن جا نغما ڳائي

هلو هلون اسڪول ادا وو
هلو هلون اسڪول
هلو هلون اسڪول ادي وو
هلو هلون اسڪول

هر ڪو اُن کي ڌڪاريندو
جاهِل جاهِل سڀڪو چوندو
جي نہ ڪوئي لکندو پڙهندو

هلو هلون اسڪول ادا وو
هلو هلون اسڪول
هلو هلون اسڪول ادي وو
هلو هلون اسڪول

ابي امڙ جو مان وڌايون
استادن جو شان واڌايون
ڏاهپ جي آ جوت جلايون

هلو هلون اسڪول ادا وو
هلو هلون اسڪول.
هلو هلون اسڪول ادي وو
هلو هلون اسڪول.



# السلام عليڪم

چيو اِهو اسلام آهي،
سلام جو اعليٰ مقام آهي،
انسانن لاءِ انعام آهي،
سلامتيءَ جو پيغام آهي،
السلام عليڪم چئي جو تو کي،
وعليڪم السلام چئجان تنهن کي.
سچي نبيءَ ﷺ جو فرمان اِهو آ،
شاھ يٽائي بيتن ۾ چيو آ،
ڪرين جي تون ڪنهن کي سلام.
ڪري سو پڻ تو کي سلام.
السلام عليڪم وعليڪم السلام.
ٻي ڪي جو ڏيئي تو مان.
تنهن جو اعليٰ ٿيندو شان.



# سنڌي ٻوليءَ جا ٻاونجاهه اکر

## (الفابيٽ)

اڇو ته ڳڙجي گيت هي ڳايون
ا - ب جي ٻٽي ٻڌايون




ا: اک ب: ٻدڪ
سهڻا سهڻا پڙهون سبق




ٻ: ٻڪ ڀ: ڀِت
چار ڀتيون ۽ هڪڙي ڇت




ت: تارو ٿ: ٿيلهو
ڀِٽ ڏٺي جو لڳو آ ميلو




ٽ: ٽوپي ٺ: ٺڪر
رب جو ڪريون سڀ شُڪر




ث: ثواب پ: پڳ
پاڻي سان آ پريل جڳ




ج: جُتي، ڄ: ڄِڀ

ٿلهو باندر ڀري ٿو ڄِڀ




جھ: جھرڪي، ڃ: ڄڃ

پياريو پاڻي لڳي آ اُڃ




چ: چنڊ، ڇ: ڇٽي

ڇٽي ڪايون منڙي ڪٽي




ح: حجم، خ: خچر

اربع خميس جمعو ڇنڇر




د: دروازو، ڌ: ڌوٻي

ڪائي مار ويٺو ٿوڳي




ڏ: ڏيڏر ٻ: ٻيل

ڇُڪ ڇُڪ ڇُڪ ٻوڙي ريل




ڍ: ڍڳو ذ: ذرو

انَ لُٽي ٿا ٺاهين ڪرو




ر: ريل ڙ: ماڙي

گهمون منهوڙو ۽ ڪياماڙي




ز: زنجير س: سيٽي

ڪيو ٽڪيٽ آيو ٽيٽي




ش: شينهن ص: صندوق

سپاهي وٽ آهي بندوق




ض: ضعيف ط: طوطو

لغڙ هوا ۾ ڪائي غوتو




ظ: ظالم ع: عينڪ

باغ ۾ آهي ڏاڍي رونق




غ: غاليچو ف: فانوس

ڳالھ پڌو تيو خاموش




ڦ: ڦيتو ق: قلم

اسڪول وڃي پرايون علم




ڪ: ڪُتو ک: کٽ

سبق لکو سڀ جھٽ پٽ




گ: گڏھ ڳ: ڳئون

چار ۽ پنج تين ٽا نوَ




گھ: گھوڙو ڱ: سڱ

چٽا چوئنرا مٽر مُنگ





ل: لڪڙ م: مس

ليمي جو آ ڪٽو رس




ن: نٿ ڻ: وڻ

سچ ڳالهائي ٻالڪ وڻ




و: واڍو ھ: ھرڻي

واھ ڦري تي ھيءَ ڦرڻي




ء: خالي ي: يڪو

ا - ب جو سبق پڪو

# گيت



نندڙا منڙا ٻالڪ پيارا،
سونهن ستارا جيءُ جيئارا،
ٻاتا ٻاتا ٻول ٿو ٻولين،
جيجل سان احوال ٿو اورين،
ناز ۽ نخرا نيارا نيارا،
ٻالڪ پيارا، جيءُ جيئارا،
رانديڪن سان راند رچائين،
ارچڪ مرچڪ گيت ٿو ڳائين،
سانگ سجايا سارا سارا،
ٻالڪ پيارا جيءُ جيئارا.



# اکيون، ڪن، نڪ، زبان



ڏرتيءَ تي سونهن پَسون ٿا،
پيارا ٻارو ڪيئن ڏسون ٿا؟
ٻه اکيون اسان کي آهن،
ڏسڻ ۾ جي تيون مدد ڪرائين،
منڙا منڙا گيت ٻڌون ٿا،
پيارا ٻارو ڪيئن سُڻون ٿا؟
ٻه ڪَنَ پنهنجا آهن،
ٻُڌڻ ۾ پنهنجي مدد ڪرائين،
سونگهيون ۽ پڻ ساهه کڻون ٿا،
پيارا ٻارو ڪيئن جيئون ٿا؟
هڪ نڪ اسان کي آهي،
ساهه کڻڻ ۾ مدد ڪرائي،
منڙا منڙا ٻول چئون ٿا،
پيارا ٻارو ڪيئن ٻُڌون ٿا؟
هڪ زبان پاڻ کي آهي،
ڳالهائڻ ۾ پنهنجي مدد ڪرائي.





# صفائي سُٿرائي



اکيون نڪ صاف ڪري،
ٻالڪ تون پوءِ ڏندڻ ڏي،
ڪپڙا اُجرا اُجرا پهري،
تيار ٿي صبح سويري،
ڏؤ ڪري تون نيرن ڪاءِ،
صاف ڪري پوءِ بوٽ پائي،
ٿيلهي منجهہ ڪتاب ٺاهہ،
هاڻ وڃ اسڪول لاءِ،
پڙهجان لکجان ڌيان لڳائي،
ننڍي وڏي جو ادب ڪجان،
استادن جو چيو ميجان،
پيارا پُٽڙا منڙي ڌيءُ،
دنيا ۾ هلجان سچ چئي.



# پينسل



دوست اوهان جي ٻارو آهيان،
پينسل پياري آئون چوايان،
گوري مٽان جا آهي ڪاٺي،
سنهڙي منهنجي آهي هاٺي،
ٻن آڱرين، آڱوٺي وچ ۾،
پني تي جڏهن آئون ٽلان ٿي،
ا - ب جا اکر لکان ٿي،
A, B, C ٻه مون سان لکجو
دل لڳائي سيئي پڙهجو
انگ لکڻ ۾ مدد ڪرايان،
ڪارٽون ۽ ڊرائنگ ٺاهيان،
دوست اوهان جي ٻارو آهيان،
پينسل پياري آئون چوايان.



# گھنڊ وڄو



وقت جو ڦيرو ڦري تو ائين،
ڦيرڙي پائي ٻالڪ جيئن،
ٽڪ ٽڪ ٽڪ گھڙيال وڄي ٿو
ٻڌو تہ ٻالڪ ڇا ھو چوي ٿو.
ان پھرن جي عجب چواڻي،
سيڪنڊ، منٽ، ڪلاڪ ڪھاڻي،
سٺ سيڪنڊ جي پاڻ ۾ ڳُٽيون ٿا،
تڪڙا تڪڙا قدم کڻون ٿا،



سٺ سيڪنڊن جو ھڪڙو منٽ،
ھاڻ وڄندو رسيس جو گھنڊ،
سٺ منٽن جو ھڪ ڪلاڪ،
سبق پڙھي تون ٿي چالاڪ،
چويھ ڪلاڪ ٿيا رات ۽ ڏينھن،
لکڻ پڙھڻ سان لايون نينھن.

# هفتي جا ڏينهن

تازي وڃائي ملايون هٿ،
هفتي جا ڪل ڏينهن ست،
سومر جو آ شان نرالو
پهرين ڏينهن جو اِهو نالو
اڱارو آهي ڏينهن ٻيو
استاد ڪلاس ۾ پئي چيو
اربع جنهن کي پاڻ چئون ٿا،
ڏينهن ٽيون ان کي ڳڻيون ٿا،
خميس چئون يا جمعرات،
چوٿين ڏينهن جي سهڻي بات،
جمعي جو آ پنجون ڏينهن،
برڪت پريو وسي ٿو مينهن،
ڇنڇر ڇهون ڏينهن آ آيو
موڪل جو ٿا ڪريون سايو
آچر ستون ڏينهن سڀاڳو
نچن ڪُڏن ٿا ڪاڪي ڪاڪو
تازي وڃائي ملايون هٿ،
هفتي جا ڪل ڏينهن ست،



(1) سومر



(2) اڱارو



(3) اربع



(4) خميس



(5) جمعو



(6) ڇنڇر



(7) آچر

# اسلامي مهينا




محرم جو آ مان مٿانهون،
سفر ۾ ٿا پڙهون دعائون،
ربيع الاوّل ماهِ نور،
ماهِ پاڪ جو ٿيو ظهور،
جنهن ۾ پاڪ محمدﷺ ڄائو
ربيع الثاني، ٿي آساني،
رحمت وسندي رب سُبحاني،
جمادي الاوّل جمادي الثاني
عبادتن جي آهي رواني،
رجب کان پوءِ آ شعبان،
اعلیٰ جنهن جو آهي شان،
ماه مبارڪ آ رمضان،
تازه ٿئي ٿو جڳ ايمان،
خوشيون ماه شوال آڻي،
ذوالقعد ذوالحج مهينا سڄ،
ذوالحج ۾ حاجي پڙهن ٿا حج،
پورا ٿيا ٻارنهن اسلامي ماه،
سچي آهي ربّ جي راه.

# عيسوي سال جا 12 مهينا




جنوري، فيبروري، مارچ، اپريل،

مور نچي ٿو ڳائي ڍيل




مئي، جون، جولائي، آگسٽ،

پڙهندو جو سو ايندو فرسٽ




سيپٽمبر، آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر،

هاڻي آيو تنهنجو نمبر




عيسوي سال جا مهينا ٻارنهن

تي سؤ پنجهٺ جن جا ڏينهن




لکڻ پڙهڻ سان پنهنجو نينهن.

# سگنل جا رنگ



شهر جا رستا پيارا پيارا،
سگنل جا سڀ رنگ نيارا.
چؤ واٽي تي لڳل آهي،
سلامتي اُن ۾ لڪل آهي،
ڳاڙهي بتي چوي ٿي ڇا؟
بيهي رهو اوهين هاڻي ڀلا!
پيلي پيلي روشني ٿئي ٿي،
تيار رهو هوءَ هيئن چوي ٿي،
سائي بتي سگنل جي،
ٻارو آهي جڏهن ٻري،
گاڏيون ڊڪنديون تکڙيون آيون،
سگنل سگنل راند رچايون.



# زيبرا ڪراسنگ

فٽ پاٿ تي تون هلجان ياءِ،
ائينءَ چيو آ منڙي ماءَ.
گاڏن تي رانديڪا ڏسندين،
ٽڪڙا ٽڪڙا قدم جي ڪٽندين،
رستي تي ائين هلڻ ڪان،
جهليو اُستاد وچڻ ڪان،
پِيلا پٽا روڊ تي ڏسجان،
تن مٿان يلي پيادل هلجان.
رستو پار ڪرڻ لاءِ ٻارو،
زيبرا ڪراسنگ آهي نيارو،
گاڏيون اتي بيهي رهن ٿيون،
ٻالڪ ٻيڙا ٻيڙيون اُڪرن ٿيون،



# انگ

ٻال جهڙي آهي گول،
ٻڙيءَ جا ٻارو رنگ رتول.
الف جهڙو هڪ جو انگ آ،
ڪوئي نه ٻارو جنهنجو رنگ آ.
هڪ ۽ هڪ ملي ٿيا ٻه،
ڀاءُ سان رلجي راند رهه،
ٻه ۽ هڪ ٿيندا ٽي،
خوشي سان ڪلاس ۾ ويهه.
ٽي ۽ هڪ ٿيندا چار،
ڀاءُ ننڍي کي تون نه مار.
چار ۽ هڪ ٿيندا پنج،
ماءُ پيءُ جو چيو مڃ.
پنج ۽ هڪ ٿيندا ڇهه،
لکي پڙهي پوءِ راند رهه.
ڇهه ۽ هڪ ٿيندا ست،
رُلڻ سان ٻارو ويندي مَتُ.
ست ۽ هڪ ٿيندا اٺ،
اُڀ تي اُڀري انڌلٺ.
اٺ ۽ هڪ ٿيندا نوَ،
ڪاري، اڇي، پوري ڳئون،
نوَ ۽ هڪ ٿيندا ڏهه،
سار انگن جي هاڻي لهه،
ٻڙيءَ کان پوءِ ساڳيا انگ،
جن جو ناهي ڪوئي ڏنگ.

0



1



2



3



4



5



6



7



8



9



10

## رياضيءَ جون نشانيون

ڳالھ اِها آ پڪي سراسر،
ڪٽ، جوڙ ضرب، ونڊ، برابر.
ليڪ جھڙي آھي جا،
ڪٽ نشاني چئجي سا.
ليڪ مٿان جي الف آڏيون،
جوڙ نشاني پاڙ ٽا ماڻيون.
جوڙ نشاني ڪريون جي آڏي،
ضرب اِها آ، چيو آ ڏاڏي.
ليڪ مٿان ءِ ھيٺيان ٽِڪو،
نشان اِھو آ ونڊ جو نِڪتو.
ٻہ ليڪون جي ھڪ ٻي پرسان،
نشاني سان چوائي برابر،
ڳالھ اِها آ پڪي سراسر،
ڪٽ، جوڙ ضرب، ونڊ، برابر.






# پيارو پاڪ وطن

واه واه هيءُ چمن، پيارو پاڪ وطن
پنهنجو آ پيارو پاڪ وطن
پنج نديون، پنجاب وسي ٿو
سُئي گئس، بلوچستان ڏيئي ٿو
خيبرپختونخواه ميوا اُپائي
سنڌ سموري، سون تي ٿاهي
واهڻ وستيون، ڳوٺ هي پيارا
روشن روشن شهر سارا
جبل درياءَ نديون نظارا
واه وٽن تا سمنڊ ڪنارا
سڀاجها مٺڙا مارو رهن
واه واه هيءُ چمن، پيارو پاڪ وطن
پنهنجو آ پيارو پاڪ وطن



# پنهنجو جهنڊو

گيت ڳائو هيءَ نينهن نيارو
پنهنجو جهنڊو آهي پيارو
سائو جنهن ۾ رنگ رچيل آ
خوشحاليءَ جو سانگ سجيل آ
اڇو امن جو رنگ آ پيارو
يڪجهتي جو اِهو اشارو
اقليتن سان پيار سيکاري
سو سچو جو ديس سنواري
پنجن ڪُنڊن جو تارو پيارو
واه واه چنڊ آ چلڪي وارو
پنهنجو جهنڊو سونهن سنار
جنهن ۾ آهي پيار ئي پيار





# نگر نگر جو سير







نگر نگر جو سير ڪرايان،
دوست اوهان کي شهر گهمايان،
سنڌ سموري سون آ ساري،
اجرڪ ٽوپي سونهن نياري،
موج پريو مهراڻ وهي ٿو
مست قلندر هر ڪو چئي ٿو
سچل سامي شاهه يٽائي،
مخدوم بلاول ساڻ رهي ٿو
اياز، استاد، تنوير، تاجل،
ڏات ڏٺين جي جت آ جل ٿل،
ٻهه ٻهه ٻهڳڻ ٻول ٻُڌايان،
دوست اوهان کي شهر گهمايان،
حيدرآباد جي ٿڌڙي هير،
نواب شاهه ٿيو شهر بينظير،
لاڙڪاڻي ۾ لال وسن ٿا،
سکر بکر سون بکن ٿا،
خيرپور جون ڪجيون ڪائي،
روهڙي جي ٿي ڳالهه ٻڌائي،
ڪراچي روشن شهر آ ٻارو،
ٺٽي جو آ خوب نظارو،
بدين ڪاڇو ۽ ڪارونجهر،
سهڻا سنڌ جا سيئي شهر،

اڃان ڪي آهن نالا باقي،
لکجان ڪاپي تي تون ڪاڪي،
جوڙي اهڙو نظم نرالو
علم ادب جو ٿئي حوالو
پيار منجهان ٿي آئون ٻڌايان،
دوست اوهان کي شهر گهمايان.

# راند رنگن جي



رنگن جي آ راند نرالي،
هر رنگ ٻارو آهي مثالي،
هونءَ تہ رنگ هزارين آهن،
رنگا رنگي روپ پسائن،
رنگ قدرتي آهن ٽي،
جن سان رنگ ٺهن ٿا سي،



ڳاڙهو پيلو ۽ نيرو
ست رنگن جو تن ۾ ڏيرو
پيلو نيرو جي گڏايون
سائو رنگ پاڻ آ ٺاهيون
ڳاڙهو، پيلو نيرو رنگ
ٽن رنگن ۾ سيئي رنگ
رنگ رنگن سان هاڻ ملايون،
رنگ هزارين تن مان ٺاهيون



## ننڍڙي گُڏڙي



ننڍڙي گُڏڙي
منهنجي ادڙي
گلاس ۾ پاٽي
هٿ ۾ وٽڙي
کير وٽيءَ ۾
ٻار گهٽيءَ ۾
راند گُڏن ٽا
نچن ٽپن ٽا
منهنجي گُڏيءَ کي
ننڊ لڳي آ.
ماٺ ڪريو هو
پڙهي سُتي آ
ماٺ ڪريو هو
پڙهي سُتي آ
ماٺ ڪريو هو
پڙهي سُتي آ.





## چار ۾ پيرون

چار ۾ پيرون
پيرون پٽينديس
پيرون مٿا ڪوڙا
ڏيڻ جا جوڙا
ڪچا ڦڪا پير
ڪڙ هوريان پير
پير ۾ ڪونئر
گُلن تي پوئر
ماکيءَ آ مانارو
تاهيو پيارو پيارو
ڏينيو ڏنگي ٿو
ڪاڪو ڊُڪي ٿو.









# آڪاٽي

آڪاٽي اخروٽ جي
ٻڏائي بسڪوٽ پئي
ڳوئي در ڪٽڪايو
ڪانوءَ گهڙي آيو
گندڻ گنديءَ ۾
سولي سنڌيءَ ۾
لڏون آهي بادشاهه
جليبي تي راڻي،
پوري تي آڪاٽي.





# ماما گُلو

ماما گُلو ماما گُلو
پڪوڙا تري ڏي
بوندين جي بهاري
جهول ڀري ڏي
ماما گُلو ماما گُلو
مصري گهرائي ڏي
پتاشا ورهائي ڏي
ٻار پرچائي ڏي

هڪ ڪارڪ منهنجي
هڪ ڪارڪ تنهنجي
مٺي ماني مٺي ماني
امان آ پچائي
خوش ٿيندا سين کائي.



# سون سون پائي



سون سون پائي ڏي
ڊبلي ڇٽڪائي ڏي
چنڊ ماما گوگڙو
سائي لڪڙ پٽي ڏي



منهنجو ماما ڪاٽي
ڀٽائي ڀر پاسي
ڏک لهي ڏوجهرو
اندر ٻاهر سوجهرو







# لغڙ

منهنجو منڙو پيارو لغڙ،
دوست آهي دلوارو لغڙ.
نهار ڪنان ٿو مٿي اُڏامي،
پنجن روپين ۾ ٿو وڪامي.
گَني ٻڌي ٿو ان کي اُڏايان،
چرڪي ڦيرائي مٿي نهاريان،
ٻِر ڏيان ۽ پيچ لڙايان،
مانجهو پڪو لغڙ نيارو
نالو ان جو گين تارو.
گُڏي ٻه اُن جو نلڻُ رکان ٿو
پتا پٽي ٻه تنهن کي چوان ٿو
پُڇ ۾ سهڻا رنگ ٻڌان ٿو
ڦاٽي پئي تان چيڪي لڳايان.
راند جي وقت ان کي اُڏايان
لغڙ اُڏائيندي ڏيان ڪريان ٿو.
ڇت تي ٻارو ڪين چڙهان ٿو
خيال پنهنجو ۽ ٻين جو رکان ٿو.

# ريل



ڇُڪ ڇُڪ ڇُڪ آئي ريل
ٽر ۾ جيئن ڏُکي تي ڏيل

گاڏا بوگيون سڀ لڳائي
انجڻ پوءِ ان ساڻ ملائي

اسٽيشن تي ايندي آهي.
ٽڪيٽ ڏيندو تِي تِي آهي.

سگنل ملڻ تي هلندي آهي.
تيز تکي جا ويندي آهي.



# ڪمپيوٽر



ڳالهه جنهنجي آهي گهر گهر،
پيارو پنهنجو سو آ ڪمپيوٽر،
گيت ٻڌائي گانا ڳائي،
راند رهائي لکائي پڙهائي،
سي پي يو ان جو سهڻو
مائوس بہ آهي من مهڻو



مانيٽر بہ ان جو نيارو
ڪي بورڊ بہ ان جو پيارو
ڪي جا جيڪر بٽڻ دٻايون



سوئي ڏسون ٿا جيڪو چاهيون،
انٽرنيٽ بہ اُن ۾ آهي
دنيا سڄيءَ جو سير ڪرائي.
ڳوٺ هجي يا هُجي شهر،
چرچو جنهنجو آ در در،
پيارو پنهنجو آهي ڪمپيوٽر.





# سيل فون (موبائيل فون)

هٿ ۾ تنهنجي آهي موبائيل.
نمبر نرالا ڪر تون ڊائيل.
هڪ ٻي سان ڳالهائڻ لاءِ.
ڪم جي ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ.
هٿ ۾ هر ڪو ئي ڪٽي ٿو.
سيل فون سيني ڪي وٽي ٿو.
فوٽو ڪيدي ۽ مووي پري ٿو.
انٽرنيٽ جي ڳالهه ڪري ٿو.
خرچ ڪرائي سو تہ سگهارو.
موبائيل پنهنجو آهي پيارو.



# تارا



آڪاش تي تارا چمڪن ٿا
ڏيئا جڻ ڪي ٽمڪن ٿا
آڏي اپ تي خوب نظارو
سج اُيري جو وِهاءُ تارو
واٽ عجب جي ٿاهين ڏاهين
روشن روشن سونهن پسائن
چنڊ سان ڪن ٿا چلولايون
واهه ڙي تارا گيت آ ڳايون







# ڌرتي



ڌرتي پنهنجي جيجل ماءُ
ڌرتيءَ سان آ پنهنجو چاهہ
وڻ ٽڻ ٻوٽا ۽ کيت سارا
ڌرتي جا هي خوب نظارا
درياءَ نديون، ڊنڊيون ڊورا
جبل ٽر ۽ بر جا ٽورا
چيڪي مٽي ڇِڪ پنوڙو
ڪيٽي بندر ڪراچي منهوڙو
سمنڊ ڌرتي جو حصو آهي
ڌرتي جو نرالو قصو آهي
سهڻي سهڻي صورت ان جي
من مهڻي آ مورت ان جي
تنهن کي پنهنجو چنڊ بہ آهي
ڌرتي بہ هڪڙو گرهہ آهي
سج جي گرد چڪر لڳائي
ڌرتي گيت خوشيءَ جا ڳائي.



# روشني



سهڻا سج ڪِرڻا پيارا،
چڻ موتين جا ڇِڙا نيارا،
ست رنگن جي رِم ڇِم جن ۾،
روشن روشن ڇِهر ڇِر تن ۾،
ٻوٽن لاءِ ڪاڏو ٿي ٿاهي،
سگهه توانائي پڻ پهچائي،
سج آ پنهنجي سونهن پسائي،
روشنيءَ جي ڳالهه ٻڌائي،
جيءَ جياپو سو ٿو ماڻي،
روشنيءَ جي راز کي ڄاڻي،
سوئي سياڻو جڳ ۾ چوائي،
روشنيءَ کي جو ورهائي.



# هوا



هوا تہ پنهنجي جيڏي سرتي،
هوا سان زنده رهي ٿي ڌرتي،
سُرها سُرها ساهہ کڻون ٿا،
سمنڊ هوا ۾ پاڻ ترون ٿا،
جيت جڙا ۽ وڻ ٽڻ ٻوٽا،
هوا ۾ کائين جيون جهوٽا،
سمنڊ نديون ۽ ڍنڍيون ڍورا،
هوا جا تن تي آهن ٿورا،
هير اُتر جي سيارو آڻي،
ڏکڻ لڳو تان بهار ماڻي،
اونهاري ۾ لُڪ لڳي ٿي،
چؤ ماسي جي هوا گُهلي ٿي،
سانوڻ ۾ آئي هير وَٺي جي،
هڪار مِٽيءَ مان ڇاڻ اچي ٿي،
هوا سرءَ جي پن تي ڇاڻي،
هوا رتن جا رنگ تي ماڻي،
هوا ۾ ڪيئي گئسون آهن،
گڏجي سڏجي هوا ٿيون ناهين
ڌرتي تي آءَ وڻ لڳايون
گدلاڻ هوا مان پاڻ مٽايون
جياپي لاءِ هوا بچايون،
ڳڻ هوا جا ڳايون ڳايون.

# پاڻي




پاڻي منجھہ پساھہ آھي،
جيوت جو تہ ساھہ آھي،
پلر وسي ٿو وسڪاري ۾،
ڍنڍون ڍورا ۽ ناري ۾،
ڌرتي اندر بہ پاڻي آھي،
جر جو پاڻي سو تہ چوائي،
پاڻي درياءَ جو مٺو سارو،
پاڻي سمنڊ جو آھي کارو،
پاڻي جو ڪوئي رنگ ناھي،
آڪسيجن، ھائيڊروجن ملائي،
قدرت پاڻي ٺاھيو آھي،
لايو ٽيو تہ سجايو آھي،
وڻ ٽڻ ٻوٽا پکي پکڻ،
جانور جيت انسان پڻ،
پاڻي تن لاءِ آھي ضروري،
پاڻي جي ٿي ڳالھ پوري.



# وسڪارو

ڪارا ڪارا بادل ڇانيا،
گيت ونئي جا هوا تي ڳايا.
جل ٿل ٻنيءَ ٻارو ٿيو،
وسڪاري جو وارو ٿيو،
ڪاڇو ڪارونجهر وسي ٿو
لاڙ اُتر ۽ ٿر وسي ٿو
منڇر ڪينجهر جر وسي ٿو
اڇڙو ٿر ۽ بر وسي ٿو
وطن وسي ٿو سارو ٿيو،
وسڪاري جو وارو ٿيو،
ڪوئل ڳائي مور نچن ٿا،
گاهه ڦٽن ٿا گل ٽڙن ٿا،
ڇنگ ڇُرن ٿا گيت ٻُرن ٿا.
هيل همرچا هُل هُلن ٿا.
انڊلٺ خوب نظارو ٿيو،
وسڪاري جو وارو ٿيو.

# ڪارڙو ڳُمارڙو





ڪارڙو ڳُمارڙو
اڪين جو تارڙو
ان پاڻي ڏي تہ،
مولي مينهڙو وسائي.
مينهن ڙي مينهن،
تنهنجي وسڻ جا ڏينهن،
مينهن جي وسندا،
ڍور ڍڳا چرندا،
ساوا گاهہ ڦٽندا،
خوشين ميلا مچندا،
رنگ ڪئي رچندا،
ڪنوڻ آ ڪنوائي،
مينهن جي واڌائي،
ڳجي ڳج گوڙ آ،
مينهن ٻنا ٻوڙ آ.

# مُندن جو گيت



گيت مندن جو گڏجي ڳايون،
مندون ڇا هن ڄاڻ وڌايون.
سج گولو گيئسن جو آهي،
ڌرتي جنهن گرد چڪر لڳائي.
ڌرتيءَ جو هي ڦيرو گهيرو،
مندن جو آ اُن ۾ ديرو.



سيءَ سيارو ڏند ڏڪائي،
گرم ڪپڙا تو پهرائي.
مند بهار جي آهي نياري،
گُل ٽڙن ٿا گُل گُلزاري،



اونهاري ۾ لُڪ لڳي ٿي،
هر شئي ٻارو ڏاڍي تپي ٿي.
سرءَ سارا پن ٿي ڇاڻي،
پوريون ٿيون سي مندون هاڻي.



ڇئن مندن جو چڪر نيارو،
سرءُ، سيارو، بهار، اونهارو.
گيت مندن جو گڏجي ڳايون،
مندون ڇا هن ڄاڻ وڌايون.



# ٻولين ٻول

هر ڪنهن جيوَ جي پنهنجي ٻولي،
جنهن ۾ جيجل ڏني آ لولي.
انسان جيت، جانور، پکي،
قدرت ڪان آ ٻولي سکي.



پنهنجا پنهنجا ٻولين ٻول،
سهڻا سهڻا رنگ رتول.
ٻالڪ ڪري ٿو غون غون غون،
ڪبوتر ٻولي گُٽر گون گون،



ٻلي ٻولي ميائون ميائون،
ڪتو ڀؤنڪي ڀؤن ڀؤن ڀؤن،
مينهن ڪري ٿي يان يان يان،
ڪانءُ ڪري ٿو ڪان ڪان ڪان،
طوطو ٻولي ٽِين ٽِين ٽِين،
ٻڪري ٻولي ميئن ميئن ميئن،
ڪويل ڪوڪي ڱُو ڱُو ڱُو،
مڇر ڀُڻڪي ڀُون ڀُون ڀُون.



# ماڪوڙيون



نن ڍڙا نن ڍڙا جِيتَ ڏسو
عجب انهن جي ريت پسو
پاڻ ۾ ائينءَ ملنديون آهن،
گڏجي سڏجي رهنديون آهن،
ڪڏهن نہ اِهي وڙهنديون آهن،
ڪاڏو پنهنجو گڏ ڪري،
هڪ ٻئي کي پوءِ سڏ ڪري،
ڇاٽي واٽي چَڪُ نہ پائن
ماڪوڙيون ٽيون نانءُ چوائين.





# ماکيءَ جي مک

وڻ تي ٿهيل هو مانارو
ڪيڏو پارو پيارو پيارو
ماکيءَ جي مکين گهر آ ٺاهيو
ماکي ٺاهڻ جو ڪن ٿيون سعيو،
گلڙن تان هو رس ڪٺن ٿيون،
سواد سهڻو چس ڪٺن ٿيون،
هزارن ۾ هڪ راڻي آهي،
عجب ان جي ڪهاڻي آهي،
ماکيءَ ٺاهڻ جا ساج ڪري ٿي،
راڻي مک راڄ ڪري ٿي،
راتو ڏينهن ڪري هو پورهيو
ڪن ٿيون انسانن تي تورو
تحفو لاجواب ڏين ٿيون،
ماکيءَ جون مکيون جي ٿين ٿيون.





# ڪانوَ/ڪانگ



پکي هي ڪارو ڪارو آهي،
پو بہ ڏاڍو پيارو آهي،
منڙي منڙي لات لنوي ٿو
ڪنياتو ڪنياتو خوب چوي ٿو
مکڻ چاڏيءَ مان ڪڍي ٿو
لولو ٻارن کان کسي ٿو
ڪان ڪان، جو ٿو شور مچائي،
ڪانون جو ٿو ميڙ سڏائي،
ڪانگيرو ٿو اهو چوائي.
وڻن تي جي کن ٿا ديرو،
سمهن ساڃهر اٿن سويرو.

# ڪاڻ ڪٽڇي



پکي هيءَ ننڍڙو پيارو پيارو
عجب جنهن جي ڳالهہ آ ڀارو
ڪک ڪانا گڏ ڪري ٿو
ساٿين کي هو سڏ ڪري ٿو
سهڻو آکيرو ٿو ٺاهي،
جڻ سهڻي ڪا ماڙي آهي،
جهولا لوڏو خوب لڏن ٿا.
ٻچا جنهن تي جهول جهولن ٿا.
ٻوليون ٻولي گيت ڳائي،
ڪاڻ ڪٽڇي ناںءُ چوائي.



# پَلو

پيارو پيارو آهي پلو
کائڻ ۾ آهي ڏاڍو ڀلو
ڪيري ۾ آ ڪيري پياري،
اُن جي آهي شيري نياري،
آنياري جي آني ڪائي،
ناني پَلَي جي ڳالھ ٻڌائي،
پَلَو کارو سمنڊ ۾ پلجي،
پَلَو ڀلو سنڌوءَ ۾ پلجي،
تري رڌي جيئڻءَ پچايون.
چاھ سان سيئي گڏجي کايون.
سوکڙي آهي سنڌوءَ ندي جي،
ڳالھ سچي آ منهنجي ادي جي،







# پوپٽ

رنگ برنگي پوپٽ پيارا،
باغ ۾ جن جا خوب نظارا،
گُلڙن جي تو سونهن وڌائي،
سُهڻا سُهڻا روپ پَسائي،
پر جنهن جا پيارا، پيارا،
جنهن تي سهڻا چٽ نيارا،
هٿ لايون تان رنگ لهن ٿا،
چِٽ پرن جا ڊهي پون ٿا،
هٿ ۾ ٻارو ڪڏهن نہ جهلجو
پوپٽ ساڻ پيار رکجو.





# ٽانداڻو



ٽم ٽم ٽاندڻو آهي،
سانوڻ ۾ ساماڻو آهي.
ننڍڙو منڙو جيت آهي،
روشن اُن جي ريت آهي،
پر پنهنجا ٽو جڏهن پکيڙي،
روشنيءَ کي هو ٽو وکيري.
پري کان ٻارو جڏهن وري ٽو.
ڇڻ کو ننڍڙو ڏيئو ٻري ٽو.
کڙکيٽو پڻ ناءُ اُن جو.
ٻرڻ اُجهامڻ ڏانوَ اُن جو.
بت ۾ آهي بخمل جهڙو.
نرم ائين جيئن ململ جهڙو.
وسڪاري ۾ ورندو آهي،
اُڏامي اُڏامي ٻرندو آهي.







# وڻ لڳايون



ديس پنهنجي جي سونهن وڌايون،
آءُ هلي آ وڻ لڳايون،
ٻُور وڻن جو ڇٽي وٽي تو
خوشبوءَ جو ڇڻ مينهن وسي ٿو
گل ڦل ميوا پن ۽ ٽاريون،
اکڙين کي سي لڳن ٿيون پياريون،
وڻ وٽي تي وڻ وٽکاري،
گُل ٽڙن ٿا تاري تاري،
ڇانو ڏيئي ٿو ٿڌڙي ٿڌڙي،
ننڊ اچي ٿي منڙي منڙي،



يوڪلپٽس ڪيڏو نيارو
ڪلر چوهي ٿو زمين جو سارو
ٽُڙ مان پاڻ کي ڪاٽ ڏيئي ٿو
فضا ۾ ساري صاف رکي ٿو
گدلاڻ کان ماحول بچايون،
آءُ هلي آ وڻ لڳايون.



# انب





انب سنڌ جا پيارا پيارا.
نالا جن جا نيارا نيارا
بيگم ڦالهي ۽ چؤسي جي.
ڳالهه نرالي آ لنگڙي جي.
دسهڙي سان دل آ پنهنجي.
رتڙئي جي ڳالهه آ سنهنجي
سنڌڙي انب جو مٽ نه ڪوئي.
انب جو ميوو گهٽ نه ڪوئي.
انبن جا قسم انيڪ نرالا.
خوشحاليءَ جا سيئي حوالا.
ڏيهه پرڏيهه لوڪ ٿو کائي.
سنڌ جي انبن جا ڳڻ ٿو ڳائي.
انب لڳائن هاري ناري
باغ انبن ۾ آهي بهاري.
زيب ۽ زينت ناماچاري.
پورهيت وڏائي ڌرتيءَ جي رؤنق.
پورهئي ۾ آ ڪيڏي عظمت.

# شاهہ عبداللطيف ڀٽائي



پنهنجو شاعر شاهہ ڀٽائي،
سچ جي جنهن آ ڳالهہ سڻائي،
اول الله جو سبق ڏيئي ٿو،
سچائي جا ٻول چوي ٿو،
امن پيار جا بيت ٻڌائي،
تنبوري تي وائي ڳائي،
ست سورمين جي سونهن پسائي،
سورمن جي ڳالهہ سڻائي،
سچو سخن جنهن آ ساريو،
پاڪ نبيﷺ کي تنهن پڪاريو،
ربّ ڪئي ان ساڻ ڀلائي،
سو شاعر پنهنجو شاهہ ڀٽائي،
ڏاتر اهڙي ڏات ڏني آ،
دعا گهريائين سائي پني آ،
ڀٽ شاهہ تي مدفن ان جو،
سنڌ سهڻي آ وطن اُن جو.







# پنڪي

پياري مِٺڙي پنڪي،

سُهڻي سڀاجهي سُٺڙي پنڪي،

گل گلابي پشم جهڙي،

جڻ ته سچي ريشم جهڙي،

سنڌ ڌرتيءَ جي سياڻي نياڻي،

راڄ ڪيائين ٻٽجي راڻي،

سهڻو سهڻو سياءُ ان جو،

علم سان رهيو چاهه ان جو،

دنيا ۾ ان جي ناهي نظير،

پنڪي سا آ بينظير.

# علم



اچو علم جي جوت ساڻي جلايون،
علم سان جهالت جي اونده متايون،
علم ئي ٿو ماڻهوءَ کي انسان بڻائي،
علم سان ئي انسان پاڻ وڻائي،
ملي زندگيءَ جي آ دولت اوهان کي،
علم ٿو ٻڌائي جو عظمت اسان کي،
گهمي جو گهٽين ۾ اجايو ٿو ٻالڪ،
ملي ٿي رڳو جهالت ۽ نفرت،
علم سان هنر جي عظمت کي ڄاڻي،
پنهنجي ذات کي ٿو ٻالڪ سڃاڻي،
پڙهڻ ۽ لکڻ سان جو دل ٿو لڳائي،
اُهو دين ۽ دنيا ۾ عزت ڪمائي،
ادب ماءُ پيءُ ۽ استادن جو ڪريون،
محبت جون جهوليون اچو سڀ ڀريون،
اجايو نہ وڃي پنهنجو وقت وڃايون،
ڪري علم حاصل حياتيءَ بچايون.



# تعارف



## زيب نظاماڻي

سندس پورو نالو زيب النساء

بنت غلام رسول نظاماڻي.

پيدائش 04/07/1963 ٽنڊو محمد خان.

18/01/1983 ۾ پرائمري استاد جي حيثيت ۾ پنهنجا فرض سرانجام ڏيڻ شروع ڪيائين ۽ 19/11/1996 ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن مان ماهر مضمون سنڌي (Subject Specialist) جو امتحان پاس ڪري پنهنجون خدمتون سرانجام ڏئي رهي آهي. هيستائين سندس اٺچيبل ڇويهه مسودا موجود آهن. هي سندس پهريون ڪتاب منظرِعام تي اچي رهيو آهي.

شاعره، اديبا، محقق، ٽيبلوز، ڊراما ليکڪ، ڊائريڪٽر، دانشور ماهر تعليم، ادب ۽ فنون لطيفه ۾ عملي ڪردار نڀائيندي معاشري ۾ مثبت تبديليون آڻڻ جي ڏس ۾ پوري زندگي جاکوڙيندي گذاريندڙ هيءَ ڏاهي شاعره پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي ٻوليءَ جي خدمت ڪندي رهي آهي ڪيس ان جي مڃتا ۾ ڪوڙ سارا ايوارڊ پڻ مليا آهن پاڻ بنيادي طور درس ۽ تدريس جي شعبي سان ٽيهن سالن کان سلهاڙيل آهي. هيءُ ڪتاب "هلو هلون اسڪول" هڪ قابل استاد ۽ باشعور شاعره هجڻ جو عملي ثبوت آهي. هن نه رڳو ٻارن لاءِ شاعري ڪئي آهي پر ٻارن لاءِ ڊراما، ٽيبلوز ۽ ڪهاڻيون لکيون به آهن. اسان کيس هن وقتائتي قلمي پورهئي تي مبارڪباد پيش ڪريون ٿا ۽ اميد ڪريون ٿا ته آئينده به اهڙا نظر لکندي رهندي

**نظر محمد ڳاهو**



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورھ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

**اڻ ڇپيل ڪتاب**

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس گجن (شاعري) 2021ع

برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

